# غزوه بدر
## ابو اسيد غلام نبي عطاري سنڌي

غزوه بدر: 2 هجري ، 17 رمضان المبارڪ ( سردار الأيام )يعني جمعي جي بابرڪت ڏينهن غزوه بدر رونما ٿيو ، قرآن مجيد ۾ ان کي " يوم الفرقان " فرمايو ويو آهي. ( در منثور، 4/72 ، پ 10 ، الانفال ، تحت الآيہ : 41 )

غزوه بدر جا مزيد  نالا:
بدر ڪبريٰ ، بدر عظميٰ ، بدر ثانيه ، بدر قتال
( بذل القوه : مترجم :بنام  "سيرت سيد الانبياء : اردو" ص 154 )

مسلمانن جي تعداد : هن جنگ ۾ مسلمانن جو تعداد 313 هو، جن وٽ صرف 2 گهوڙا ، 70 اٺ ، 6 زرهون ( لوهہ جو جنگي لباس ) ۽ 8 تلوارون هيون ، جڏهن ته انهن جي مقابلي ۾  ڪافرن جو شڪر هو ، اهو 1000 ماڻهن تي مشتمل هو ، جن وٽ 100 گهوڙا ، 700 اٺ ۽ ڪثير جنگ جو سامان

هئو. ( زرقاني علي المواهب ، 2/260 ، معجم ڪبير ، 11/133 ، حديث : 11377 ، مدارج النبوة ، 2/81 )

جنگ کان پهريان حضور جون غيب جون خبرون :
جنگ کان پهريان حضور اڪرم ، سيد عالم صلي الله عليه وآله وسلم جن پنهنجي چند جانثارن سان گڏ بدر جي ميدان کي ملاحظه فرمايو ۽ زمين تي جگهه جگهه هٿ رکي ڪري ارشاد فرمايائون : هي فلاڻي ڪافر جَي قتل ٿيڻ جِي جگهه آهي ، سڀاڻي هتي فلاڻي ڪافر جي لاش پيل ملندي.
چنانچہ راوي فرمائن ٿا : ايئن ئي ٿيو جيئن آقا ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو هو ۽ انهن مان ڪو لڪير تان وار برابر به نه هٽيو. ( مسلم ، ص 759 ، حديث : 4621 )

سبحان الله ! چا ته شان آهي اسان جي پياري پياري آقا ، مديني واري مصطفي صلي الله عليه وآله وسلم جي ، جن الله تعالي جي عطا سان هڪ ڏينهن پهريان ئي ٻڌائي ڇڏيو ته ڪير ڪڏهن ۽ ڪهڙي جگهه تي مرندو

الله تعالي جي مدد :

ان رات الله عزوجل ، مسلمانن تي ننڊ طاري ڪري ڇڏي جنهن سان انهن جي ٿڪاوٽ دور ٿي وئي ۽ ٻئي صبح برسات به نازل فرمائي ، جنهن سان مسلمانن جي طرف جيڪا ريت ( لَٽ ) ڄمي وئي ۽ پاڻي جي ڪمي ( کوٽ ) دور ٿي وئي. ( الزرقاني ولي المواهب ، 2/271 )

آقا ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن سڄي رات پنهنجي رب عزوجل جي حضور عجز و نياز سان گذاري. ( دلائل النبوة للبيهقي ، 3/49 ) ۽ صبح جو مسلمانن کي نماز فجر جي لاءِ بيدار فرمايو ، نماز کان بعد هڪ خطبو ارشاد فرمايائون جنهن سان مسلمان، شهادت جي شوق سان سرشار ٿي ويا ( سيرت حلبيه ، 2/212 )

بارگاهه خداوندي ۾ دعا :
حضور اقدس صلي الله عليه وآله وسلم جن ، پهريان مسلمانن جي لشڪر جي طرف نظر فرمائي پوءِ ڪافرن جي طرف ڏٺو ۽ دعا ڪئي ته يا رب ! پنهنجو وعدو شچ فرما جيڪو تون مونسان ڪيو آهي ، جيڪڏهن مسلمانن جو هي گروهه ( جماعت) هلاڪ ٿي ويو ته روئي زمين تي تنهنجي عبادت نه ڪئي ويندي. (مسلم، ص750، حديث:4588ملخصاً)

الله تعالي جي فرشتن جي ذريعي مدد :

الله تعالي پهريان مسلمانن جي مدد جي لاءِ هڪ هزار فرشته نازل فرمايا ، ان کان بعد هئ تعداد وڌي ڪري ٽيه هزار ۽ پوءِ پنج هزار ٿي وئي. ( پ 9 ، الانفال : 9. پ 4 ، اٰل عمران ، 125 ، 124 )

پياري آقا صلي الله عليه وآله وسلم جن ڪنڪرين ( پٿرين) جي مٺ بهري ڪري ڪافرن جي طرف اڇلائي جيڪا انهن جي اکين ۾ پئي. ( درمنثور، 4/40 ، پ 9 ، الانفال ، تحت الآيه : 17 )

جانثار مسلمان اهڙي دليريءَ سان وڙهيا جنهن سان ڪافرن جي لشڪر کي عبرتناڪ شڪست ٿئي ،

70 ڪافر واصل جهنم ٿيا ۽ 70 گرفتار ٿيا. ( مسلم ، ص 750 ، حديث : 588 ملخصاً )

جڏهن ته 14 مسلمانن جام شهادت ( شهادت جو پيالو) نوش ڪيو. ( عمدة القاري ، 10/122 )

غزوه بدر جا شهيد :

غزوه بدر ۾ جام شهادت نوش فرمائن وارن صحابه ڪرام جا نالا مبارڪ هي آهن :
مهاجرين صحابه ڪرام : (1) حضرت عبيده بن حارث (2) حضرت عمير بن ابي وقاص (3) حضرت ذو الشِّمالين عمير بن عبد عمرو (4) حضرت عاقل بن ابي بڪير (5) حضرت مهجع مولىٰ عمر بن الخطاب (6) حضرت صفوان بن بيضاء

انصار صحابه ڪرام : (7) حضرت سعد بن خَيْثَمه (8) حضرت مبشر بن عبدالمُنْذِر (9) حضرت حارثه بن سُراقه (10) حضرت عوف بن عفراء (11) حضرت معوذ بن عفراء (12) حضرت عمير بن حُمام (13) حضرت رافع بن معلّي ( 14 ) حضرت يزيد بن حارث بن فسحم. رضي الله عنهم اجمعين. ( (سيرت ابنِ هشام، ص295 )

عزوه بدر ۾ مسلمانن وٽ بظاهر سامان نه هو ۽ تعداد ۾ گهٽ هئا پر ايمان و اخلاص جي دولت سان مالا مال هئا.
انهن جون دليون پياري آقا ، مديني واري مصطفي صلي الله عليه وآله وسلم جي عشق و محبت ۽ اطاعت جي جذبي سان لبريز هيون ۽ الله تعالي جي مدد ۽ پياري آقا ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جون دعائون انهن جي شامل حال هيون.

جي ها ايئي اسباب هئا جن ان معرڪي کي يادگار ۽ قيامت تائين جي مسلمانن جي لاءِ مشعل راه بنذئي ڇڏيو.

الله تعالي اسان کي به پياري آقا صلي الله عليه وآله وسلم جي محبت ۽ اطاعت جو جذبو نصيب فرمائي آمين بجاه خاتم النبيين صلي الله عليه وآله وسلم

غزوه بدر جو تفصيلي واقعو ڄاڻڻ جي لاءِ " سيرت مصطفي " پڑهو ۽ " سيرت هاشمي : مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليہ پڑهو ، مختصر جي لاءِ " ابوجهل جو موت "

ابو اسيد غلام نبي عطاري سنذي
ڪراچي سنذ پاڪستان
26 مارچ 2024